# ڪنڊڙي وارن جو هندي ڪلام

"روحل"، رانجهن دِلِ وِچ و سدا
ٻونڊِ نہ سُڃيان جائين

ڏيهڙِي پِيتر الک ٻِراجي
جو کوجي سو پاوي



مرتب ۽ سهيڙيندڙ
وڪيل ارجن داس



سنت بيربل رام صاحب



سنت راجو رام صاحب



صوفي تيجل رام صاح



گياني تيرٿ رام صاحب



مهان صوفي راڳي ڀڳت ڀاڳچند



ڀڳت ٽِلو رام صاح



ڀڳت نوتن رام بالاچ



صوفي راڳي ڀڳت ڀاڳچند (ننڍو)



ڀڳت تيرٿ رام منگي

# كنڊڙي وارن جو

# هندي كلام



## ڪتاب جا حق ۽ واسطا محفوظ


ڪتاب جو نالو : ڪنڌڙي وارن جو هندي ڪلام

مرتب ۽ سهيڙيندڙ : وڪيل ارجن داس

ڇپائيندڙ : امرو ير لڌارام سيوڪ سيا

ڇاپو : ڦيبروري 2024ع

تعداد : 1000

ڪمپوزنگ : شهمير سولنگي، ابراهيم ڪاتيار

ڇپيندڙ : پارس پرنٽنگ ايجنسي حيدرآباد

03003014195، 03149982575

قيمت : پاڻ پڙهو ٻين کي به پڙهڻ لاءِ ڏيندا. مهرباني


بشرف نگاهه: ديا پري درشتي، رهنمائي، دعا ۽ اصلاح لاءِ

صوفي / درگاهه.......................................................................

سنت / آشرم / دربار.......................................................................

پکت / اديب / لائبريري.......................................................................

داس، وڪيل، ارجن داس، پنو عاقل (سنڌ)

# ارپنا / انتساب

(1)



(01-11-1939 کان 13-04-1885)

(1) پورن جڳياسو، (2) داني پُرش، (3) امر راڳي ۽ (4) شهادت جهڙي چئن اعليٰ پدارٿن جو ڏٽي "امر شهيد ڀڳت ڪنور رام" رهڙڪي صاحب جي سنت سترام داس صاحب جا شِش هئا ۽ سندن ئي آگيا سان پوج آستان رهڙڪي صاحب جا گاديسر رهيا. "ستگر ايڪ شيوا انيڪ" جي مصداق ڀڳت صاحب جن ڪنڊڙي شريف جي سالڪن، درويشن ۽ فقيرن جو دل سان احترام ڪندا هئا ۽ پاڻ صوفي دريا خان صاحب جي مقبري جي تعمير وقت پنهنجي مٿي تي تغاريون ڍوئي شيوا ڪئي. ڀڳت صاحب جن صوفي دريا خان جو ڪلام "آءُ ڪانگا ڪر ڳالهه" ڳايو ته ان کي امرتا ملي ويئي.

(2)

سندم پتا، شري، "امروير" لڌارام "شهيد" جي نالي، جنهن وٽان مونکي بي لوث، نِسڪام، سماج شيوا جي پريرڻا بخش تيل اٿم.



(22-02-1959 کان 01-01-1910)

# پيش لفظ

ڪنڊڙي شريف جي ميلي جي موقعي تي هلندڙ ست سنگ واري محفل ۾ موجود صوفي فقيرن جي اجازت سان اهو واضح ڪيو هيم ته روحل صاحب جي هندي مارواڙي ۽ ڍاٽڪي ٻولين ۾ رچيل ڪوتا سهيڙي ڪتابي صورت ۾ آڻي فقيرن درويشن سنتن ڀڳتن، شرڌالو ۽ ست سنگي سيوڪن، جگياسو پريمين ۽ مريدن ۾ روحل صاحب جي پرساد طور پيش ڪندس.

روحل صاحب ۽ ان جي اولاد پاران رچيل هندي، ڍاٽڪي ۽ مارواڙي زبان ۾ ڪلياڻ ڪاري سنديش ۽ هدايتن سان ڀريل ڪوتا سهيڙڻ لاءِ سنڌ پنجاب ۽ راجستان جي پچنيڪن، ڀڳتن ۽ سنتن ڪي هٿ وٺرائڻ لاءِ چيم، جن ڪجھ سهڪار ڪيو، ڪين ڏنيواد.

1. هري سنگھ ڪتب فروش سکر

1903ع روحل فقير از گولا سنگھ پرچا رام.

1990ع سنت روحل جو هندي ڪلام ڊاڪٽر رميش چندر مشر دهلي.

1930ع سنت روحل جي هندي باڻي... هري دلگير، لاڙڪاڻي وارن...... جا ڇپايل ڪتاب دستياب ڪونه ٿي سگهيا آهن.

1. 1961ع روحل جو ڪلام، ڊاڪٽر رگهو مل بامبي.
2. 1964ع ”ڪنڊڙي وارن جو ڪلام“، لطف الله بدوي صاحب (سنڌي ادبي بورڊ)
3. 1992ع آءِ ”ڪانگا ڪر ڳالھ“، نياز همايوني صاحب (سنڌي ادبي بورڊ)
4. 1999ع سرتاج ڪنڊڙي (اردو)، صوفي تاج محمد
5. 2001ع ”ڪنڊڙي جو ڪلتار“، ڊاڪٽر نواز علي شوق.
6. 2019ع ”ڪنڊڙي رنگ“، صوفي امانت علي ۽ دريا خان فقير
7. قلمي نسخو سرڳواسي مهراج گوبند رام خانگڙهه مهر.(ضلعو گھوٽڪي)
8. قلمي نسخو ريشم لال پونڙ مير پور ماٿيلو. (ضلعو گھوٽڪي)
9. پروفيسر فضل الله انڍهڙ جن، ڪنڊڙي شريف جي شاعرن جي فن ۽ فڪر بابت لکيل ٿيسز مان گهرج آهر ڪجھ نقطا ڪنيل آهن.

سال 2006ع ۾ ”صوفي روحل ادبي ڪانفرنس“ جي عنوان سان پنو عاقل ۾ تمام وڏي پروگرام جو اهتمام ڪيو هيم، انهي موقع تي عمر ڪوٽ مان جڳ مشهور ڏاهو عبدالواحد آريسر جن تشريف آور ٿيا ۽ انهن صدارتي تقرير پڙ ڪرڻ

فرمائي هئي. ان بعد ۾ ڪانفرنسون صوفي تاج محمد جن ڪنبڙي ۾ ڪرائي. ڪنبڙي جي ڪلتار صوفي روحل صاحب ۽ سندس، پٽن ۽ پوٽن جي فن شاعري کي اجاگر ڪرڻ جي واجب انداز ۾ ڪوشش ڪئي هئي.

روحل صاحب جن هڪ ڪامل درويش، برک شاعر، ويدانت ۽ تصوف جو علمبردار، سيلاني، روحاني، وئراگيہ، اعليٰ آدرشي شخصيت ۽ انساني سماج جو گهڻگهرو هيو. روحل صاحب جن جي عظمت ۽ شان کي پيتا ڏيندي

(1) شيخ اياز فرمايو هيو تہ "هلو تہ هلي روحل جي درگاهہ تي ڏيئو ٻاري اچون، جي روحل کي وساريو ويو تہ سنڌ ويهجي ويندي." ۽

(2) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جهڙي محقق ۽ جيد عالم روحل صاحب جي ذات صفات لاءِ بي اختيار چئي ڏنو هيو تہ "روحل سنڌ جو پهريون شخص آهي" جنهن همہ اوست، خوديءَ جو نعرو بلند ڪيو هيو.

(3) روحل صاحب پنهنجي پيارن کي صاف سٿري روحاني واٽ ٻڌائي آهي. پاڻ انسان ذات کي پوڄا جي بجاءِ، پُرشارت جي تلقين ڪئي آهي تہ جيئن ماڻهون پنهنجي پيرن تي بيهي، مرشد جي هدايتن تي عمل ڪري، رياض ساڌنا سان اڳتي وڌي روحانيت جا ڏاڪا/ يوڳ جي 7 چڪرن وارو رستو عبور ڪري منزل ماڻي سگهي ٿو.

(4) روحل صاحب پهريون ڪوي هيو جنهن گذريل اٽڪل 700 سالن ۾ سنڌ جي پرڳڻي کي باڪمال هندي ڪوتا، سنڌي ۽ سرائيڪي شاعري ڏني هئي.

(5) برهمڻن ۽ اوچي جاتي سڏائيندڙ هندن پاران جاتي واد جي غضب جو شڪار بڻايل پسمانده هندو برادرين کي ڌارمڪ بندشن ۽ قانوني اٽڪيلين جي وڪڙ ۾ آڻي ڪين انساني بنيادي حقن کان محروم رکيو ويو هو ۽ پڻ تذليل واري زندگي گذارڻ لاءِ مجبور ڪري ڇڏيو هيو. روحل صاحب انهن مانهن کي سهارو ڏنو ۽ داتار بڻجي ڪين نام جي بخشيش ڪئي هئي

(6) بيشڪ روحل صاحب هن ڌرتي تي اوتار وٺي، انسان ذات کي، پائيچاري جو درس ڏيندي، آدرشي ۽ ڪلياڻ ڪاري جيون گذارڻ طرف رجوع ڪرڻ چاهيو هو. اچو تہ روحل صاحب جي آدرشن ۽ رهڻي مان پرپور لاڀ وٺي، اڌياتمڪ اُنتي / روحاني ترقي ماڻڻ لاءِ اڳتي قدم وڌايون.

(7) روحل صاحب ڪنهن جي بہ عقيدي ۾ مداخلت ڪونہ ڪئي، بلڪ مختلف عقيدن ۽ مذهب وارن ماڻهن ۾ پيدا ٿيل وڇوٽين ۽ فرق کي

گھٽائي سيني کي انساني برادري ۽ ڀائچاري وارو ماحول ميسر ڪري ڏيڻ لاءِ. پنھنجو جيون اهڙي قسم جي پرچار ۽ جاڪوڙ ۾ گذاريو هيو.

(8) هن پستڪ ۾ سموهيل مواد جيترو اڃان ٻيو بہ مواد هيو جيڪو شامل ڪرڻ جي لائق ڪون تي سگھيو آهيان. روحل صاحب جي ڪوتا متعلق هي مواد بہ، مارڪيٽ ۾ دستياب ڪتابن مان ميڙي سهيڙي، ڪٺو ڪري، گلدستي مثل اوهان جي هٿن تائين پهچايو اٿم. شل قبول پوي.

نوٽ 1: روحل صاحب ۽ سندن اولاد جي ادب ۽ شاعري جو مواد ايترو تہ گھڻو آهي جو هن ڪتاب جيترا ڪئين ٻيا ڪتاب ڇپجي سگھجن ٿا، پر روحل صاحب جي انهيءَ ذات کي تالو هٽي بند ڪري رکيو ويو آهي جنهن سان روحل صاحب جو ٻي مثل پورهيو ذايع ٿيڻ جو خدشو وڌي سگھي ٿو.

2. سرتاج ڪنبڙي جي اردو مواد کي هن ڪتاب ۾ اوليت ڏني وئي آهي تہ جيئن ان جي محقق ۽ مترجم صوفي تاج محمد جي گران قدر پورهئي کي صحيح معنيٰ ۾ پيتا ڏيئي سگھجي ساڻ گڏ اردو پڙهندڙن کي بہ انهن جي ٻولي ۾ مواد ملي سگھي.

3. باوجود ڪوشش جي هن ڪتاب ۾ اڃان بہ ڪافي غلطيون رهيل آهن جيڪي اوهان جي تعاون سان درست ڪري ٻئي ڇاپي ۾ پيش ڪري سگھبيون.

ہر بندہ ہے خدا کا بندہ، خدا ایک ہے، ہم سب ایک ہیں۔

وڪيل ارجن داس "امروير" لذا رام شهيد، پنوعاقل

"چيئرمين" پاڪستان ميگھواڙ ڪائونسل
0303-2687278 & 0332-3839970



سورڳيہ مهراج سوامي گووند رام (خان ڳڙهہ مهر) جن ڪنبڙي جي درويشن جي ڪوتا کي محفوظ ڪري رکڻ لاءِ ڪاتب کان قلمي نسخو لکرايو هيو ان لاءِ ڪيس وار وار نمسڪار

بھلائی کرتے رہو بہتے پانی کی طرح، برائی خود کنارے لگ جائیگی کچرے کی طرح



# مهاڳ

سنڌ جي صوفي، ڪلاسيڪل شاعر ڪنڊڙيءَ جي ڪلتار بزرگ روحل فقير جي هندي، سرائيڪي ۽ سنڌي ڪلام متعلق محترم ارجن داس وڪيل پنهنجي هڙان وڙان خوبصورت ڪتاب ڇپرائي عمدي ڪاوش ڏيکاري آهي، جنهن کي گهڻو وقت ياد رکيو ويندو. پاڻ پنو عاقل مان سموري سنڌ ۾ سيلاني بڻجي، پسمانده هندو برادرين جو هڏ ڏوکي بڻيل آهي. هيءُ گِياني ۽ يار ويس انسان اڪثر ثقافتي، سماجي ۽ علمي سيمينار منعقد ڪندو رهي ٿو. جنهن ڪري دوستن جو وسيع حلقو رکندڙ آهي. ڪتاب ۾ ارجن داس وڪيل پيش لفظ لکندي ڄاڻايو آهي ته پاڻ ڪنڊڙي جي ڪوي روحل فقير جي ميلي جي موقعي تي محفل ۾ اعلان ڪيو هئائين ته، پاڻ روحل صاحب جي رچيل هندي شاعري پڙهندڙن اڳيان، ڪتابي صورت ۾ آڻيندو. هن سچي ۽ بيباڪ انسان ڳالهه کي پاڙي ڏئي، واعدو نڀائي ڏيکاريو آهي. حالانڪ ڪانئس اڳ لطف الله بدوي، ڊاڪٽر نواز علي شوق، صوفي امانت علي، نياز همايوني، ڊاڪٽر رگهو مل بامبيءَ ۽ درياءَ خان فقير قلمي پورهيو ڪيو آهي، انهيءَ لڙهيءَ ۾ محترم ارجن داس صاحب پاڻ کي شامل ڪري قابل تحسين ڪم ڪيو آهي.

روحل صاحب هڪ ويدانتي ۽ تصوف جو علمبردار شاعر ۽ آدرشي انسان هو. پاڻ وقت جي ستايل ۽ مظلوم طبقن جي نه رڳو طرفداري ڪئي بلڪ انهن کي فڪري طور همت ڏياري، منجهن جيئڻ جو اُتساهه پيدا ڪيو. لطيفي فڪر کان متاثر ٿي، هن به ڪن بيتن ۾ اهائي لات بيان ڪئي، جيئن پٽ ڌڻي فرمايو ته،

بيت نه ڀانئيو ماڻهئا، هي آيتون آهن،

روحل فقير انهيءَ سٽ کي هيئن ورجايو ته،

”بيت نه ڀانئجو ماڻهوءَ، هي وحدت جو ويچار“

روحل صاحب جي آدرشن کي عيان ڪرڻ لاءِ 1999ع ۾ صوفي تاج محمد (اردو ٻوليءَ ۾ ”سرتاج ڪنڊڙي“ ڪتاب ڏنو) درحقيقت سنڌ ۾ هندي شاعريءَ جي عمارت روحل فقيرئي تعمير ڪئي. سندس شاعري ۾ منصوري موج به آهي ته حق ۽ سچ جي علامت به آهي تنهن ڪري سندس مام کي سمجهڻ، جنهن سان پرين ملي. ڏسبو ته، تصوف جو بنياد، حقيقي عشق آهي يعني بندو پنهنجي مالڪ

حقيقي سان هر دم پاڻ کي روحاني طور گڏ سمجھي ۽ سندس ئي ڪنهن سان تعلق نہ هجي. تصوف پسنديده اخلاق ۽ نيڪ سيرت جو نالو آهي. ان ڪري انسان اخلاقي صفات سان سينگاريل هجي، اهوئي گس روحل فقير ورتو. شاهہ ڀٽائي چوائي ٿو:

"صوفي ۽ صاف ڪيو، ڏوئي ورق وجود جو."

روحل سائين بہ وحدت ۽ هيڪڙائي جو پرچار ڪري، ۽ پاڻ سڃاڻڻ جي وائي واري آهي.

وحـدت واري وات وتـج تـون، وتـي نـہ آڻـج وار،
روحـل رهجـان رمـزانهـيءَ ۾، ٿـي سـپ ڪـوڙي ڪـار.

هندستان ۾ لوڌي حڪومت جي دور ۾ مسلمانن ۽ هندن جي عقيدن کي ملائي، اهڙي فقہ جو آغاز ڪيو ويو جنهن ۾ ٻنهي مذهبن جي تعليمات جو رنگ موجود هو. اها ڪوشش ڀڳتي تحريڪ جي نالي سان مشهور ٿي، ان جو روحل فقير تي بہ اثر ٿيو. چاڪاڻ تہ سندس پيش رو شاعر ۽ سنت ان ۾ شامل هئا. روحل فقير تصوف جي منزل تي لاڪيٽي لطيف رحہ جي هن شعر جي مفهوم ۾ پهتل هو تہ:

"نـابودي نيئـي، عبـد کـي اعلـيٰ ڪيـو،
صـورت ۾ مخفـي ٿيـا، مُـورت پـڻ سـيئي،
ڪبـي ات ڪيهـي، ڳالهـہ پريـان جـي ڳجهـہ جـي."

روحل فقير جياپي لاءِ توازن ۽ برابري جو قائل هو. ماڻهوءَ ۾ غير توازن هجڻ جو لاڙو تڏهن پيدا ٿيو جڏهن هن دنيا جي رنگن ۽ مزن ۾ ڀِنيلجي هڪ ٻئي جي وجود کي فنا ڪرڻ لاءِ رستو ڳوليو. حقن تي ڌاڙا هڻڻ، ٻي جي جياپي کي پنهنجي وجود لاءِ خطرو سمجھڻ لاءِ ڌرتيءَ کي تامٽي ڪرڻ، ۽ غير برابري تي ايمان آندو، ائين جنگ جدل، ڏاڍ ۽ ڏمر جو بنياد پيو. اهڙي وايو منڊل کي روحل فقير پنهنجي شعرن ۾ خوب ننِديو آهي. تاريخ ۾ جيڪي بہ جيئرا جاڳندا ڪردار آهن، اهي آيا سچ تي هئا. يا ڪوڙ تي، جو سچو جهان تاراج ڪري ڇڏيائون پر چيائون اسان سچ تي آهيون. ڪن مذهب جي نالي تي شهنشاهيت ڪئي ۽ انسانيت کي ڪنو ۽ ماڻهن جا عقيدا بدلائي ظلمت جو نعرو بلند ڪيو. روحل صاحب اهڙي دور ۾ اک کولي،

هونئن بہ سنڌ هزارن سالن کان ٻاهرين حملي آورن جا گهاءَ سهندي رهي آهي. سڪندراعظم کان وٺي، کهاٽي ڪٽجي تہ، ان ۾ علاءُالدين خلجي، نادر

شاهه احمد شاهه ابدالي ۽ شاهه شجاع سنڌ ۾ ڦرلٽ ۽ مارا ماريءَ جا مثال قائم ڪيا، وقت گذرڻ سان نوان خيال آيا، نوان تخيل آيا ۽ نوان تصور آيا. نتيجي ۾ سچن سالڪن ڪي سڃاڻڻ ۾ ڏکيائي پيش اچڻ لڳي. مخدوم طالب المولٰى جون سٽون آهن ته.

"نه پيري پيرن ۾ آهه باقي، نڪا فقيرن ۾ فقيري
هي ٽولو آهي گداگرن جو، فقط لباس آهه صوفيانه"

وحدت الوجود جو مسئلو هجي، يا انسان جي اندر پلجندڙ مونجهارن لاءِ صوفي فقيرن پئي ڏس پنڌ ٻڌايا آهن پر روحل فقير پنهنجي رمز سان اهڙين حقيقتن کي شاعريءَ ذريعي حياتيءَ جي ويچارن کي تمثيلن ذريعي عيان ڪيو آهي. سندس شعرن ۾ اميدن، امنگن، ڏک سک ڏولاون دور ڪرڻ جو آلاپ آهي. روحل فقير ٻرندڙ سماج ۾ حق ۽ سچ جي ڳولا ۽ جاکوڙ ۾ جيڪو فڪر ڏنو اهو صوفيت تي اعتماد رکندڙن لاءِ سرمايو آهي،

سماج ۾ جڏهن به انسانيت جي عظمت جي توهين ٿيندي، بي راهه روي، تنگ نظري ۽ مذهب جي نالي کي غلط استعمال ڪيو ويندو، تڏهن وحدت الوجود جا فلسفي ۽ روحل فقير جهڙا انقلابي شاعر جنم وٺندا. تاريخ جو اهو الميو رهيو آهي ته، گهڻي ڀاڱي اها بادشاهن جي قدمن ۾ ويهي لکي ويئي آهي جنهن ڪري ان ۾ عام ماڻهوءَ جو ذڪر ڪونهي. تاريخ رڳو جنگ جي ميدان تي رت ۾ ريٽيل لاش ناهن، شاهي درٻارون، بخششون، ثناخوانيون ۽ چيرين جي چمڪار ناهي، تاريخ ڀٽائي جي تنبوري جو الستي آواز به آهي ته روحل فقير جا دوها ۽ ڪافيون به آهن.

صُوفين ۽ مشائخن جا سلوڪ ٽا پڙهجن ۽ پروڙجن ته، ائين ٿو سمجهه ۾ اچي ته، هيءَ دنيا ڪنهن ڪنير جو دڪان آهي، جنهن تي مختلف نمونن جا ٿانو رکيل آهن، جن تي الڳ الڳ قسمن جا چِٽ ۽ گُلڪاري ٿيل آهي. هاڻ جيڪڏهن ڪو ان تي موهجي وڃي ته، اها ان جي بي علمي آهي، هر ذي شعور انسان جو ڪم آهي ته، جا شيءِ ڏسي، تنهن جي ماهيت ضرور پروڙي ۽ جي ان سڄي پريل دڪان جي شين جي ماهيت پروڙجي ته، "مٽي" آهي. ان لاءِ وجود مطلق جي وحدت پروڙڻ لاءِ چيو ويو...... من عَرف نفسَه، فَقدُ عَرف ربه، يعني جنهن پنهنجي نفس کي سڃاتو، تنهن پنهنجي رب کي سڃاتو.

"ڏيهڙي ڀيتر الک بِراجي، جو کوجي سو پاوي"

تنهن رب کي سڃاتو. روحل صاحب بہ سموري انسان ذات کي برابر ٿو شمار ڪري، ماڻهن جي ويڇن کي مذهبي معاملات کان پري ڪري، انساني وحدت کي يڪسان ٿو ڄاڻي. سندس نظر ۾ پاڻ پڇڻ انائيت ۽ خودي، خواري جو ثمر آهي. غور ڪجي تہ اهو ڪيئن ڪٽي ۽ ڪنهن کان بي نياز ۽ بالاتر آهي، جو ۽ ڇا کان پوتر ۽ پاڪ آهي، سندس ٿي صفتن جي پاڇولن ۽ اولڙن کان سج کي شعاع، چنڊ کي چانڊوڪي، حسينن کي حسن، ماکي کي مٺاڻ، گل کي خوشبوءِ، ماءُ کي مامتا ۽ عاشقن کي عشق عطا ٿئي ٿو. هاڻ اهو "روحل شناس اديبن ۽ محققن جو ڪم آهي تہ، اهي سندس ڪلام جي اٿاهہ ساگر ۾ اونهو وڃي، معنيٰ جا موتي سوجهي ڪڍن، جيڪي گذريل صديءَ کان غواصن جي نظر کان اوجهل رهيا آهن.

ضرورت هن ڳالهہ جي آهي تہ، ڪنڌڙي جي درگاهہ تي "روحل چيئر" قائم ڪري، بزرگ جي هندي، سرائڪي ۽ سنڌي ڪلام بابت ريسرچ ڪئي وڃي ۽ سندس ڳايل ڪلامن کي قديم ۽ جديد فنڪارن جي آوازن ۾ ڳايل آڊيو ۽ وڊيو ڪيسٽن ۾ محفوظ ڪيو وڃي. اميد تہ نامور سماج سڌارڪ ۽ شيواڌاري ارجن داس وڪيل صاحب جي حُبَ ۽ عقيدت سان ڇپايل هيءُ ڪتاب "روحل جو هندي ڪلام" ادبي ۽ تعليمي ادارن ۾ مطالعي لاءِ بيش بها اضافو سمجهيو ويندو.

يار زندهہ صحبت باقي!!

**قائم سولنگي**

ميرپورخاص سنڌ 0310-3125558

نوَ نِشانيون نِينهن جون عاشقن آهين
هڪڙا ويهن واٽن تي، ٻيو ڪائڻ نہ ڪائين
نيون سر سڀ ڪنهن اڳيان، تا نِرتئون نِمائين
چوٿون ٻُڌي ڳَنن سان، وريو نہ ورجائين
پنجون پهہ پرِيَنءَ سان، پڪو پچائين
ڇهون ڇنن ڪِهن ڪي، تا نِاتو نيائين
ستين سِڪ سڄڻ جي تا لُونءَ لُونءَ ۾ لائين
اٺين ڳالهہ عجيب جي تا واري ورجائين
نائين ننڊ نيڻن جي، تا جُهڏوَن جاڳائين
ڏهن تا سيبائِين، "روحل" دوستاڻي دربار ۾

# ڪنبڙي وارن جو ڪلام

## 1964ع از لطف الله بدوي

لُطف الله بدوي صاحب جن پنهنجي ڪتاب "ڪنبڙي وارن جو ڪلام" ۾ روحل فقير ۽ مراد فقير صاحبان ڪي، سندن هندي ڪوتا بابت ارپڻ ڪيل گل، ڪجهه هِت پيش ڪجن ٿا.

پچن ويچار موري پائيو　　من موهيلا
پنؤرا من پرمائيو　　من موهيلا
پهلي ڪمائي جا ن ري پرڪيو　　پيڇهي ڪيسا پڇتائيو
مُول گنوايو اُونهان مُولا ن　　جنم چؤراسي مُنهِن جائيو　　من موهيلا
من اپنا هات رَک لو　　چرنين مُنهن لگائيو
"ڏونگر" پوري پوليا　　جسم ڪبهٖ نہ لي جائيو　　من موهيلا

***

روحل فقير ٻہ شاديون ڪيون. سندس پوئين گهرواري مراد فقير جي نياڻي هئي. پهرئين گهر مان ڪيس ٻہ پٽ ٿيا. هڪ شاهو فقير ۽ ٻيو غلام علي فقير. پوئين گهر مان ڪيس ٻہ فرزند ٿيا، خدا بخش فقير ۽ دريا خان فقير.
روحل فقير پنهنجي دؤر جو هڪ وڏو صوفي ٿي گذريو آهي. سندس تصنيفات ۾ چار هندي رسالا، (1) من پربوڌ، (2) اُد بُدَ گرنت، (3) سرب گيان ۽ (4) اگم وارتا مشهور آهن. انهن کان سواءِ پچن، ڪافيون، ڪلام وغيره بہ چيا اٿس.
پاڻ فرمائي ٿو تہ:

ڪهڻي تان هر ڪو ڪهي، پر رهڻي اوکي بات،
پڌري ٿيندي ذات، رهڻيءِ مان "روحل" چوي.

فقير صاحب جي ڪلام ۾، اڪثريت اُن فڪر ۽ اجتهاد جي آهي، جنهن ۾ هن صوفيءَ جي مسلڪ کي نُمايان طور پيش ڪيو آهي. هن توحيد جي اهم مسئلي کي وڏي اهميت ڏني آهي، جو سندس ڪلام جو جوهر چئجي تہ بہ روا آهي. توحيد جي معنيٰ آهي "هيڪڙائي"، يعني خلقڻهار جي هيڪڙائيءَ جي قبوليت. صوفي جيئن تہ پنهنجي ذات جو تعلق فقط، خداوند تعاليٰ سان ڳنڍيل رکي ٿو ان ڪري هو توحيد جي دنيا ۾، وڏو علمبردار آهي.
زندگيءَ جو مقصد فقط خدا جي بندگي آهي، بندگيءَ کان سواءِ زندگي شرمندگي آهي. نياز، بندگي ۽ دلي بيتابيءَ کان سواءِ، ٻيءَ ڪنهن بہ شيءِ

ڪي، ان جي حضور ۾ دخل نہ آهي. جو خدا جي محبت جي اندر زندگي لهي ٿو. ان وٽ سندس بندگيءَ کان سواءِ ٻيو سب ڪفر آهي.

روحل فقير بہ ان قول صادق جي هيئن شهادت ٿو ڏئي:

چشــمــا آب حيــاتي دا، دل انــدر حــوض حضــوري،
سِـر دي سُـودي ڏيـنـدي عاشـق، پريـت جِنهـان دي پـوري،
سـي جيـنـديان مُوتـوا! تـي ڪـر بيـنـي، پايا سُـڪ صـبوري،
”روحــل“ رنــگ هــڪ دي رتــي، ســي نُـور، ملـي وچ نُـوري.

فقير صاحب جنهن بيءَ حقيقت ڪي وضاحت سان بيان ڪيو آهي. اها آهي ”پاڻ سڃاڻڻ“ جي قوّت آڳاهي. فرمائي ٿو:

جي تـون صحيح سڃاڻي پاڻ، اتـئـي قيمت سندو قطـرو،
ڪــوري ڪــڍ قلــوب مــان، مــدائيءَ وارو مــاڻ،
پــري نِهــارڻ ڀــر ڪــي، ســندو جــتن جــاڻ،
سائين نِـت تـوهـي ساڻ، راتيـان ڏينهـان ”روحـل“ چـوي.

هاڻي ڏسون تہ پاڻ سڃاڻڻ ڇا آهي؟

صوفين پاڻ سڃاڻڻ منجهان مطلب ٻانهي ۽ خالق جي توصل ڪي ورتو آهي. ”عبده“ جي فهم ۽ ادراڪ جي اعلىٰ مقام ڪي علامہ اقبال خوديءِ سان تعبير ٿو ڪري، جڏهن تہ سنڌ جو صوفي اڳيئي ان کان پوريءَ ريت واقف آهي. روحل فقير فرمائي ٿو:

وِٽــج وِهــائڻ ڪــاڻ، ڇــو وجــين ٻــي هــٽ؟
تــوکي پَــٽ پٽيهــر پــانهنجو اتــئـي وٽــج مڙيـوئي وٽ!
جــنهن ۾ نشــو نِيــنهن جــو ســاڪا ڪــوئي پــٽ!
”روحل“ محبت مُور نہ مٽ، توکي سڪ مان ٿيندو سوجهرو

ترجمو: صوفيءَ جو خُوديءَ بابت ڪهڙو نظريو هئڻ گهرجي، ان لاءِ ”روحل“ فقير هيئن ٿو فرمائي:

جـاڻ خـودي تـان خُـود ڪـون پهچـين، نـال خُـودي خـود پـائين،
بِنـا ڪيـف لطيـف نــہ ليـدا، سُـڻ تـان سـچ آکـائين،
”روحـل“ رانجهـن دل وچ وسـدا، ڍُونـدو نــہ سُـجيان جـائين.

جيئن تہ صوفين جي پر ”صلح ڪل“ ٿئي ٿي ۽ هو دنيا ڪي محبت ۽ پيار جو پيغام ڏيندڙ آهن. روحل فقير جي ڪلام ۾ بہ اسان ڪي ان حقيقت جو اظهار ملي ٿو:

سب صورت صاحب دي جاڻن، ڏوئي دل نہ لائن،
”روحل“ رنگ هڪي دي رتي، سي سب ڪون سيس نماون،

روحل فقير جي ڪلام ۾ صوفيءَ جي لاءِ هڪ مفصل پروگرام موجود آهي. سندس ڪلام ۾ ڪو بہ مبالغو يا اهڙي ڳالهہ موجود ڪانہ آهي، جنهن ڪي صوفي شطحيات سڏين ٿا. (شطحيات منجهان مقصد آهي، اهي ڳالهيون جي شرع سان تضاد ۾ اچن.) جيڪڏهن ڪٿي ڪو اهڙو نڪتو بيان بہ ڪيو اٿس، تہ نهايت احتياط سان. فرمائي ٿو تہ:

تهي ڏيئي پاڻ ۾، پسان جان پيهي،
نڪي ملڪ نڪي خلق، نڪي اسين ئي،
اسين ڳوليون جن ڪي، سي پڻ اسين ئي،
ٻي وائي ويئي، ”روحل“ هونگ پرين جي هڪڙي.

روحل هڪ سنجيده صوفي آهي، جو پنهنجي مواعظ حسنہ سان، دلين کي ڏتاريندو رهي ٿو.

(جتي عقل گم ٿيو وڃي ٿو، ان طريقي جي عظمت جي ڪهاڻي گهٽي متي آهي، ڪڏهن بہ محبت جو خمار لهي نٿو سگهي.

الاهي علم نہ ڏيان سان ملي ٿو نہ جوڳي ٿيڻ سان ملي ٿو هن نصيحت کي ڪي سمجهہ وارا سمجهن ٿا. ان جو شاهد نہ آواز آهي نہ ننڊ نہ جاڳ. ويد ۽ ڪتاب کان روحاني دنيا نياري آهي. نہ هندو نہ مسلمان، نہ جوڳي نہ سنياسيءَ تي مدار آهي. محڪم رهت لباس ۽ صورت تي نہ آهي. بهادر اهو آهي، جو انهن سيني جي سامهون ميدان ماري سڀ ڀيد وڃائي، گيڙو جي لباس ۾ ڊڪجي وڃي. مون کي پنهنجي اندر اهو مليو، جنهن جي قيمت ڪٿي نٿي سگهجي. ان جي محبت سڀ کان وڌيڪ پياري بڻجي ويئي آهي. منهنجي اندر ۾ رهڻ واري منهنجي اندر کي کوليو، دل جي دوئي، پنهنجي ذوق سان ماري ڇڏيائين. دنيا ڪا بہ شيءِ نہ آهي، نہ وري ان مان ڪجهہ هٿ آيو آهي، مان مرشد تان صدقي وڃان! ”روحل“ رات ويئي ڏينهن آيو. ان وصال واري مرد جي ذريعي دوئي کي مارڻ واري سنگت حاصل ٿي.

روحل جي هندي ڪلام ۾ جو رس ۽ ڪمال آهي، ان کي ڏسي تعجب ٿو ٿئي تہ سنڌ جي اندر ڪهڙا نہ صاحب ذوق ۽ صاحب دل عالم ٿي گذريا آهن.

”پريم گيان“ تصوف جو هڪ بهترين رسالو آهي، جنهن ۾ پريم جي جوت کي شروع ۾ ستگر جي نگاهہ سان جاڳايو ويو آهي. صوفي مراد فقير جن فرمايو تہ:

گـرو ڪِـرپـا تـي اُپـجـي گيان، تـانـتي پـائيـئـي پـد نِرپـان،
گـرو ڪـرپـا تـي ڪـال نـہ کـاءِ، جنم، مـرن ڪـا سنسـا جـاءِ.

(گروءَ جي مهربانيءَ سان سمجهہ حاصل ٿئي ٿي، ان ڪان پوءِ ئي نجات جو درجو حاصل ٿئي ٿو. جيڪڏهن گرو جي ڪرپا حاصل ٿئي تہ موت ڇا جو؟ جمڻ ۽ مرڻ جو خيال ئي هليو وڃي.) (ڪبير فرمايو آهي.)

برهہ جلنتي ديـک ڪـر، سـائين ڪرپـا ڪـر آئـي،
پـريم سِـي بونـد ڇـڙڪ ڪـر، جلتـي لئـي ٻُجهـائي.

(محبت جي آگ کي جلندو ڏسي، ستگر مهرباني ڪري آيو: محبت جي قطرن کي ڇڙڪي، ٻرندڙ آگ کي وسائي ڇڏيائين.)

مراد، محبت جي وصف هيئن ٿو ڏئي:

پريم بنا جڳ ميت نہ ڪوئي، پريم بنا من پاؤ نہ هوئي.
پـريم بنـا اگيـاني انـڌا، پـريم بنـا سـڀ جُوٺـا ڌنـڌا.
پريم پرڪاش "مراد" جو هوءِ، سک اُپجي دک رهي نہ ڪوءِ.

(محبت بنا جڳ ۾ ڪو بہ عزيز ٿي نٿو سگهي "محبت کان سواءِ دل جي وِرونهن ٿي نٿي سگهي. محبت بنا انسان جاهل، انڌو آهي، محبت کان سوا ٻيو ڪار ۽ ڪم ڪوڙ آهي. محبت جو جلوو جيڪڏهن "مراد" تي پوي، تہ سک ملي ۽ دک جو نالو ئي نہ رهي.)

پريم جي حاصل ٿيڻ کان پوءِ مراد جي نظر ۾ طالب جي هيءَ حالت ٺهجي پوي ٿي:

سانت چت، پريم آنند سروپ، سڀ گهٽ ديکي اپنا روپ،

(دل جو سڪون ۽ محبت خوشيءَ جي صورت ٺهجي پوي ٿي ۽ پوءِ هر جاءِ تي ڪيس پنهنجي ئي صورت نظر اچي ٿي.)

جـي ٻـارين تـہ ٻـار، انـدر بـاهـہ برهـہ جـي
مٿـي مـچ "مـراد" ڇـٽـي ڪـٽـي پتـنگن پچـار
جيئـري جانـب نـہ ملـي، تـوڙي حـيلا ڪـرين هـزار
دوسـتـائي درٻـار مُئـا ڪـن مشـاهدو


نياز همايوني
آءِ ڪانگا ڪر ڳالهه 1992


لطف الله بدوي
ڪنڊڙي وارن جو ڪلام 1964


ڊاڪٽر نواز علي شوق
ڪنڊڙي جو گلستان 2001

# مقدمو

## شاعري

هيءَ هڪ حقيقت آهي تہ سنڌ ۾ هندي شاعري جي شاندار عمارت روحل ئي مضبوط بنيادن تي تعمير ڪئي. ڪانئس پوءِ صوفي دلپت سيوهاڻي پڻ اهو گس ورتو. هو روحل جي هندي، سنڌي ۽ سرائيڪي ڪلام ڪان گهڻو متاثر هو. سندس ڪلام ۾ اها ئي ويدانت وائي نظر ايندي جيڪا روحل جي ڪلام جو اهم جز آهي. ان ڪان علاوه دلپت بہ روحل وانگر هندو مسلم ايڪتا جو درس ڏنو آهي. روحل جو هڪ بيت آهي:

ڪفر ۽ اسلام ۾ تا پرن ابتا پير
هڪ هندو ٻيو مسلمان، ٻنهي وچ وڏائون وير.
انڌن اوندهہ نہ لهي، تن ڪي سچ چوندو ڪير؟
پر روحل راهہ پرين جو، جان گهڙي ڏنو سون گهير
رب مڙني ۾ هيڪڙو، جنهن ۾ ڦند نہ قير.
سا ڪاڏي ڪندي پير، جا سُتي ڪعبةالله ۾

ان بيت ڪان متاثر ٿي دلپت ساڳئي قافيي ۾ هي بيت چيو:

ڇا ڪي وڏو پاڻ ۾، ترڪن واٽين وير.
جي پيرم ۾ پاڻ ڏٺي، تان ڪرڙ ۾ ڪير.
ڪڪ پن ۾ پڌرو آهي. پريان سندو پير.
انڌا، ڪاٺا ڪينڪي، لهن هن پوءِ جو پير.
ڪو سچو پسي سير، دلپت چوي دوست جو.

روحل شاهہ لطيف جو شيدائي هو. سندس لُنءُ لُنءُ ۾ لطيفي لات لڪل هئي. پنهنجي هڪ سي حرفي ۾ فرمائي اٿن:

لنءُ لنءُ دي وچ لات لطيفي اور نہ ڪوئي ٻولي.

لطيفي فڪر کان متاثر ٿي، هن پنهنجي ڪن بيتن ۾ اها ئي لات بيان ڪئي آهي. شاهه لطيف فرمائي ٿو:

وڃين ڇووٽڪار، هت نه ڳولين هوت کي.
لڪوڪين لطيف چئي ڀاروچوڀي پار.
نائي نيڻ نهار ته، تو ۾ ديرو دوست جو.

اها ساڳي ڳالهه ساڳئي قافيي ۾ روحل هن ريت بيان ڪئي آهي:

ٻڌان جان ٻيهار، تان تون اکين کان ڀي اوڏڙو.
"روحل" وسين روح ۾، وڻ نه پانئيان وار.
جيئن جو سج صبوح جو، ٿو ڪري باغ بهار.
بيت نه پانئجو ماڻهوءَ ا هي وحدت جو ويچار.
دل ۾ ڪيا ديدار. عشق جنين اکين سين.

شاهه پڻ ائي فرمايو:

بيت نه پانيو ماڻهوءَ هي آيتون آهين. (شاهه)

روحل انهيءَ رنگ ۾ هڪ مصراع چئي اهو اظهار ڪيو ته سندس بيت وحدت جو ويچار آهن:

بيت نه پانئجو ماڻهوءَ. هي وحدت جو ويچار. (روحل)

بيشڪ روحل وحدت واري وات جو پانڌيئڙو هو. هو ٻين کي پڻ وحدت واري وات وٺڻ ۽ انهيءَ رمز ۾ رهڻ جي هدايت ڪري ٿو. چوي ٿو ته ان کان سواءِ ٻيو سڀ ڪوڙ آهي فرمائي ٿو:

هو ٻڌائي ٿو ته منو محبوب تنهنجي من ۾ موجود آهي. اهو ته روح ۾ رهي ٿو. وڻ ٽڻ ۾ هڪڙي ئي وائي ٻڌڻ ۾ اچي ٿي. فرمائي ٿو:

سڄڻ مون پرکيو، رهيو اندر روح.
رهيو اندر روح سئيان، سانجهه صبوح.
وڻ ٽڻ وائي هيڪڙي.
پريان جي پاپوهه.

روحل پنهنجي ڪلام ۾ بار بار پاڻ سڃاڻڻ جي تلقين ڪئي آهي. پنهنجي هڪ ڪافي ۾ هو ٻڌائي ٿو ته مان اڻ ڄاڻائيءَ وچان پنهنجي پرينءَ کي جهنگلن جبلن ۾ ڳوليندو رهيس. پر پوءِ پتو پيو ته منو محبوب منهنجي من ۾ وسي ٿو، انهيءَ اڻ ڄاڻائي جو اظهار ڪندي فرمائي ٿو:

سئيان ڙي مين ايءُ نہ ڇاتا چاڻ وسدا دل وچ،
مين متوالي ٻاهر ڍونڍيندي، جهنگل روهہ پئي ووڙيندي،
شهر رانجهن دي ڪاڻ، وسدا دل وچ.

## هندي

هيءَ هڪ حقيقت آهي تہ صوفي روحل فقير وحدت الوجود جو قائل هو. سندس سمورو ڪلام انهيءَ فڪر سان ڀريل آهي. سندس ڪلام تي ڪجهہ لکڻ کان اڳ ضروري آهي تہ ان نظريي جي تاريخ ۽ تشريخ بابت ٻہ اکر لکيا وڃن.

وحدت الوجود جو نظريو ڇو، ڪڏهن ۽ ڪيئن پيدا ٿيو؟ ان لاءِ جيڪڏهن اسان اسلامي تاريخ تي نظر وجهندا سون تہ معلوم ٿيندو تہ خلافت راشده (631 کان 661ع) کانپوءِ بنو اميہ جي دور (631 - 661) ۾ تمام گهڻا ملڪ فتح ٿيا. نتيجي ۾ غنيمت جو مال گهڻو گڏ ٿي ويو. دولت ٻڇڙي شيءِ آهي، تنهنڪري ڌن دولت جي گهڻائي اسلام جي سياسي نظام ۾ خاص تبديلي پيدا ڪئي، خليفا مسجد ۾ حجرو ڇڏي عاليشان محلاتن ۾ رهڻ لڳا ۽ مُنبر بجاءِ عاليشان تخت تي ويهڻ لڳا. اڳ خليفي سان ڪنهن بہ وقت ڪو بہ ماڻهو ملي ٿي سگهيو. پر هينئر محلات جي در تي دربان بيهاريا ويا. خلفاءِ راشدين جي دور ۾ خليفن سڀني جو جيڪو عوام سان گهرو تعلق هو سو ختم ٿي ويو. خلافت جي جاءِ تي ملوڪيت اچي وئي. معاويہ جي وفات کانپوءِ يزيدي دور اسلامي تاريخ جو اونداهو دور آهي. ماڻهن سان ڏاڍا ظلم ٿيا. ڪربلا وارو قهري قضيو ٿيو. اهوئي سبب آهي جو نيڪ دل مسلمان بيزار ٿي ويا ۽ هنن وقت جي حڪومت سان پنهنجا تعلقات ٽوڙي ڇڏيا. سندن قهري ڪارواين ۽ عيش عشرت واري زندگي ڏسي عوام ڪائنڻ بيزار ٿي ويو. ڪي الله جا پيارا ٻانها دنيا جي ڌنڌن کان دور ٿي گوشي نشين ٿي ويا جن کي بعد ۾ صوفي سڏيو ويو. هنن ظاهري ڏيک واري عبادت جي ڀيٽ ۾ ان ڳالهہ تي وڌيڪ زور ڏنو تہ سينو صاف رکجي ۽ اندر اجاري اڇو ڪجي. اهوئي سبب آهي جو حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي فرمايو:

روزا نمازون، ايءُ پڻ چڱو ڪم،
اُو ڪو ٻيو فهم، جنهن سان پسجي پرينءَ کي.

ٻئي هنڌ فرمايو اٿن:

اندر تون اُجار، پنا پڙهندين ڪيترا.

انهن ڳالهين سبب ڪيترائي نوان نظريا پيدا ٿيا. جن مان هڪ نهايت ئي اهم نظريو "وحدت الوجود" آهي.

وحدت الوجود واري نظريي جو مختصر لفظن ۾ مفهوم اهو آهي ته خدا کان سواءِ ڪائنات ۾ ڪا به شيءِ موجود ڪانه آهي يا ڪٿي ائين چئجي ته جيڪي ڪجهه موجود آهي سو سڀ خدائي آهي. اهل ظاهر خدا کي ڪائنات جي سلسلي کان ڌار نه ٿا سمجهن، يعني ڪائنات جي مختلف شين ۽ انسانن ۾ ڪو فرق نه آهي. جو فرق آهي سو ظاهر ۾ آهي پر باطن ۾ بلڪل نه آهي.

شنڪر آچاريه کانپوءِ رامانج (1037- 1137) دکن ۾ ڀڳتي تحريڪ کي زور وٺرايو. کانئس پوءِ رامانند (1299 -1401) ڀڳتي تعليم جو پرچار ڪندي هڪ ڌار پنٿ قائم ڪيو. جنهن جو بنيادي اصول هن هيءُ رکيو ته سمورا انسان پاڻ ۾ ٻائر آهن. برهمڻن جي تعليم خلاف هن پنهنجي پنٿ ۾ گهٽ ذات وارن کي به ان ۾ داخل ڪيو ۽ سيني کي هڪ جيترو درجو ۽ عزت ڏني. رامانند جي چيلي ڀڳت ڪبير (1488 - 1517ع) هيءُ نظريو پيش ڪيو ته بندي جي خدا سان محبت تڏهن ٿي سگهي ٿي جڏهن هو پاڻ کي مذهب جي خانن ۾ نه ورهائي. هن دعوىٰ ڪئي ته چوڻڪارو هر شخص لاءِ ممڪن آهي پر شرط اهو آهي ته سندس دل ۾ الله جي محبت پيدا ٿئي ۽ ان لاءِ ڪنهن مذهب جي پابندي ضروري نه آهي.

وڏي ڳالهه اها آهي ته هندي ۾ شعر چوڻ وارا وڏا صوفي بزرگ ۽ شريعت جا صاحب عالم هئا. سندن وڏي عزت هئي ۽ ڪنهن به مسلمان سندن ڀڳتي شاعريءَ تي ڪو اعتراض ڪو نه ڪيو. انهن کان علاوه هڪ وڏو صوفي شاعر حضرت عبدالقدوس گنگوهي (1461-1537) آهي جيڪو مشهور ديني عالم هو. هو هندي جو وڏو شاعر هو. سندس تخلص "الک داس" هو. سندس هندي دوهن جو ڪتاب "الک ٻاڻي" جي نالي سان مشهور آهي. جنهن کي "رشد نامو" پڻ سڏيو ويندو آهي.

ان ئي دور جو مشهور شاعر گرو نانڪ (1469- 1538) آهي. جنهن هندي شاعريءَ جي ان روايت کي سگهارو ڪيو. جنهن جي ٻاڻي ۾ فارسي، پنجابي ۽ برج ڀاشا جو سنگم نظر اچي ٿو. نانڪ جي شاعريءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته هو اسلامي تصوف کان گهڻو متاثر آهي.

نانڪ جي لاڏاڻي کان ڇهه سال پوءِ دادو ديال (1544- 1603) پيدا ٿيو. سندس جنم گجرات ۾ ٿيو پر هن پنهنجي زندگي جو وڏو حصو راجستان ۾ گذاريو. هن گجراتي مرائيءَ مارواڙي، سنڌي، هندي ۽ فارسي زبانن ۾ شعر چيو. دادو ديال لاءِ چيو ويندو آهي ته هو مسلمان هو ۽ سندس اصل نالو دائود هو. هو اڪبري دور جو بلند پايه شاعر

هو. ان دور جو هڪ ٻيو وڏو شاعر عبدالرحيم خان خانان پڻ هو. جنهن هندي، سنڌي ۽ فارسي ۾ شعر چيو. افسوس جو عبدالرحيم (رحيمن) جو فارسي ۽ هندي ڪلام ته ملي ٿو پر سندس سنڌي ڪلام زماني جي لاهن چاڙهن سبب گم ٿي ويو. يا ڪنهن مڙهيءَ ۾ پيل هجي. جنهن جي اسان کي ڄاڻ ڪانه آهي.

روحل فقير کي ڀڳت ڪبير داس سان وڏي عقيدت ۽ محبت رهي هئي. اظهار ڪرڻ فرمايو اٿن ته:

مــون مــين ســڪل سُــون نيــارا
مــــين داس ڪبيـــــر ڪهايــــا

يعني مان سڀ ڪجھ آهيان، جنهن کي ڪا به شڪل نه آهي، مان پاڻ کي ڪبير جو ٻانهو چورايان ٿو. انهيءَ شبد جي آخر ۾ چئي ٿو:

ڪهــت "روحــل" هــم روحــل ڀــي نــاهين
ڪبيــــــــــر روپ همــــــــارا

## روحل فقير جون هنديءَ ۾ رچنائون:

روحل جو ڪلام اٽڪل سؤ کن قلمي نُسخن ۽ هٿ سان لکيل پوٿيُن جي صورت ۾ محفوظ رکيو ويو آهي. ڀارت ۾ رهندڙ هن سنت جي مريدن، عقيدتمندن سان ملاقاتن دؤران معلوم ٿيو ته وٽن سنت روحل جو ڪلام دستخطن جي صورت ۾ موجود آهي. پر انهيءَ جي ڇپائڻ جي ۽ عوام ۾ ڦهلاءُ ڪرڻ جي ڪين منع ڪيل آهي. هن سنت جي ڪلام جو پهريون ڇاپو 1903ع ۾ گولا سنگھ پرچارام. "روحل فقير" نالي سان ڇپائي پڌرو ڪيو. انهيءَ ۾ روحل جو ڪجھ سنڌي ۽ سرائيڪيءَ ۾ ڪلام ۽ ٻه هندي گرنٿ (شاستر من پربوڌ ۽ شاستر اُڌ ٻُڌ گِرنٿ) شايع ڪيل آهن. سن 1964ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ، "ڪنڌڙيءَ وارن جو ڪلام" ڪتاب شايع ڪيو آهي. جيڪو لطف الله بدوي مرتب ڪيو آهي. انهيءَ ۾ روحل ۽ مراد فقير جو سنڌي ۽ سرائيڪي ڪلام ڏنل آهي. ٻنهي فقيرن جي هندي ڪلام جا فقط ڪجھ مثال مهاڳ ۾ ڏنل آهن. ڀارت ۾ سن 1961ع ۾ "روحل جو ڪلام" نالي سان سنڌي ساهتيه سميتيءَ بمبئي مان هڪ ڪتاب شايع ڪيو آهي جنهن کي ڊاڪٽر رگھومل موٽواڻي مرتب ڪيو آهي. انهيءَ ۾ "سنت روحل کي باني" جيءَ نالي سان روحل جون ڪجھ هندي رچنائون ڏنل آهن.

سنت روحل جي هندي ڪلام جو سيني ڪان پهرين ڇاپو دهليءَ مان سن 1990ع ۾ شايع ٿيو آهي. انهيءَ جو ايڊيٽر آهي ڊاڪٽر رميش چندر مش جيڪو دهليءَ يونيورسٽي جي رام لال آنند ڪاليج ۾ هندي جو پروفيسر آهي. ڪتاب جو نالو آهي "سنڌي ڪوي سنت روحل ڪي هندي ٻاڻي" ڊاڪٽر مشر هندي ۾ پڪتي - شاعري جو ڄاتل سڃاتل ۽ مشهور نقاد آهي. انهيءَ موضوع تي سندس گهڻيئي ڪتاب هندي ۾ شايع ٿيل آهن. روحل جي هندي ٻاڻي جي اڀياس ڪرڻ ۽ انهيءَ جون صحيح پڙهڻيون مقرر ڪرڻ توڙي اوکن لفظن جي معنيٰ لکڻ ۾ سنڌي جي مشهور شاعر نارايڻ شيام ڪيس گهڻي مدد ڏني آهي. ائين چوڻ ۾ ڪو به وڌاءُ نه ٿيندو ته اهو ايڊيشن ٻنهي گڏجي تيار ڪيو آهي. انهيءَ ڇاپي کي تيار ڪرڻ ۾ هري دلگير ڪان حاصل ڪيل هڪ دستخط ڪي مکيه آڌار بڻايو ويو آهي. جيڪو سن 1930ع ۾ لاڙڪاڻي (سنڌ) ۾ لکيو ويو هو. هن ڇاپي ۾ سنت روحل جا هيٺ ڄاڻايل هندي گرنٿ ۽ ڪلام ڏنل آهن:

(1) شاستر من پربوڌ، (2) شاستر ادپڌ گرنٿ (انيۇ ۽ آتم درسي ڪوانگي)، (3) نج مول گرنٿ، (4) شبد (پد)، (5) پندرهن تِٿيان ڪؤ ويچار، (6) سي حرفي (1 - 2)، (7) اگم وارتا.

روحل فقير جي هندو عقيدتمندن مان معلوم ٿيو آهي ته هن سنت جو ٻيو به گهڻو ئي اڻ ڇپيل ڪلام آهي جيڪو گڏ ڪري هڪ گرنٿ جي صورت ۾ ڇپائڻ گهرجي. لطف الله بدويءَ پنهنجي ڪتاب "ڪنبڙي وارن جو ڪلام" جي مهاڳ ۾ ڄاڻايو آهي ته وٽس سنت روحل ۽ ڪنبڙي جي ٻين فقيرن جو به هندي ڪلام موجود هو. اهو هن جدا ڪتاب ۾ ڇپائي پڌرو ڪرڻ جو ويچار ڪيو آهي. خبر نه آهي ته اهو ادبي خزانو ڪيڏانهن ويو. سنڌ جي عالمن کي گهرجي ته ڪنبڙيءَ جي موجود سنتن سان ملاقاتون ڪري ۽ اتان جي فقيرن توڙي ڪنبڙي جي عقيدتمندن ڪان سمورو ڪلام هٿ ڪري. انهيءَ کي سوڌي سنواري ترتيب ڏيئي ڇپائي پڌرو ڪن.

## روحل جي هندي ڪلام جي جهلڪ:

روحل فقير جو جيڪو ڪلام حاصل ٿي سگهيو آهي. انهيءَ جي آڌار تي اهو چئي سگهجي ٿو ته سندس فقط ويهه سيڪڙو ڪن ڪلام سنڌي ۽ سرائڪي ۾ آهي. باقي اسي سيڪڙو ڪلام هندي ٻوليءَ ۾ آهي.

## (5) پندرهن تٿ وچار.

هن ڏکي بياني ڪوتا ۾ روحل فقير اماوس ڪان وٺي پورڻماسيءَ تائين پندرهن تِٿين جي سلسلي موجب سالڪ کي جوڳ ساڌنا ڪرڻ، روزاني رهڻيءَ کي نيم

موجب هلائڻ جي هدايت ڪئي آهي. سنتن جي ڀڳتي شاعري ۾ ان قسم جي شعر جي رچنا عام ڪرڻ آهي. شعر جي شروعات هن ريت آهي.

پندرهن تت ڪا ڪرو وچار، سنمک صاحب ڪؤ پاءِ ديدار
اُماوس ڪي گهر رهه ڪر ديک، پريم ساگر ميٽ ڪرم ڪي ريک
جوت جِهلمِل انگ پنگال، پوري گرو ڪي بلم چال

## (6) سه حرفي (1، 2)

روحل جون رچيل به سه - حرفيون يا ٽيهه - اکريون روشنيءَ ۾ آيون آهن. انهن ۾ عام لوڪن کي ست سنگ، ڀڳتيءَ، گيان جي مهما ٻڌائيندي، سٺي ۽ نيڪ رهڻي ڪهڻيءَ جي نصيحت ڏني ويئي آهي. جيئن ته غين ۽ نون اکرن تي رچيل چند ڏسو:

غين غصا تج نرمل رهئي، نِندا نيڪي سر پر سهيي
چاند سياٽپ ڀهون چترائي، ستگر شبد ملي رگهورائي
نون نام جب نهچي آيا، جِيو سِيو ۾ الکَ سمايا.

## روحل فقير جي ڪلام ۾ مکيه ويچار

نرگڻ ڀڳتي ڌارا جي سنتن جي واڻي گهڻو ڪري دوهن، سَوِيُن، چؤپاين، ڪُنڊلين جهڙن ننڍن ڇَندن ۾ ملي ٿي. انهيءَ ذريعي هو پنهنجي من جي ڀاوُ جذبن ۽ شخصي انڀؤ کي سهج سُڀاءُ عام جنتا جي ٻولي ۾ ظاهر ڪن ٿا. انهيءَ ڪري سندس واڻي عوام تي گهڻو اثر ڪري ٿي. آتم گيان ۽ روحاني رازن جي اُپٽار ڪان سواءِ سندن واڻي کي سماجي لحاظ کان به گهڻي اهميت آهي. هنن عام لوڪن کي دوئي يا ڀيائي جي وهنوار کي ختم ڪري عالمي ڀائيچاري ۽ امن امان قائم رکڻ جو سنديش ڏنو آهي. جڏهن ڪو انسان روحاني سطح تي سيني پراڻين ۾ خلقڻهار جو جلوو ۽ روپ پسي ٿو ته پوءِ هو روزاني زندگيءَ ۾ به فرق ۽ نفاق جي ديوارن کي ٽوڙي سيني کي برابريءَ جو درجو ڏئي ٿو. هن جي سامهون ننڍ وڏائي جو ڪو به سنڌو نٿو رهي انسان جڏهن چت جي الڳ الڳ حالتن مان گذرندي ستگروءَ جي هدايتن موجب ساڌنا جي مارگ تي ايڪ مَنو ٿي اڳتي وڌي ٿو ته پوءِ کيس سڀ هنڌ "هڪ تت" جو وجود نظر اچي ٿو. روحل چوي ٿو ته:

(1) سڀ گهٽ آتم رام هئي، انڌيان سُوجهت ناهن.
روحل سُوجهي تب پڙي، جب ستگرو پڪڙي ٻانهن
(2) دل دريا ۾ پئي ڪي، نام نيرانگ ڏوءَ.
گيان انجن نيتر ۾، تا ڪون ڪبهو نه ڏرسي ڏوءِ.

(من- پربوڌ، ڪيرتن-2)

پر ستگروءَ جي ٻه مهر ٿڌهن حاصل ٿئي ٿي جڏهن سالڪ آپي خودي ۽ آهنڪار تياڳي پوريءَ طرح گروءَ اڳيان پاڻ کي سَمرپڻ ڪري ٿو پوءِ ته سندس من جا وڪار پاڻ مرادو ختم ٿي وڃن ٿا.

جان دن تي گرو سرن پڙيو، تان دن تي ممتا مت ني ڀاڳي،
مستڪ اُوپر هاٿ ڌريو جب، ڪيتي پرڪار پلي ٻُڌ جاڳي.

(اُدبُڌ - سوئيا 22)

روزاني زندگيءَ ۾ سيني کي هڪ نظر سان ڏسڻ ۽ مڙني کي هڪ جهڙو سمجهڻ وارو نظريو انسان جي من ۾ تڏهن پيدا ٿيندو. جڏهن هو يوگ جي نيمن موجب پنهنجي من کي وڪارن کان دور ڪري، من کي پنهنجي وس ۾ رکندو ۽ يوگ آسڻن ذريعي پنهنجي جسم کي ٻه صحتمند رکندو. من کي شُڌ، (پاڪ) رکڻ لاءِ نام جو سمرڻ ڪرڻ ٻه نهايت ضروري آهي. ”گائو گن گوبند ڪا پڙي نه ڪيد“ (من پربوڌ-143)، ڪبير ۽ ٻين نرگڻي سنتن وانگر روحل ٻه مرڻ کان پوءِ موڪش جي حاصلات بدران زندگيءَ ۾ سيني پراڻين ۾ ”برهم“ جو درشن، انهن جي خدمت- (شيوا) ۾ زندگي گذارڻ کي، سچو موڪش يا ڇوٽڪارو چيو آهي.

سمجھ ڪي وچار ڏيکــ، جيوَن ڪي چار دن،
مُئي پاڇي ستيه ڪهون، مُڪتي ڪِس ني لاڌي هئـ.

ايڪ هي روپ انيڪ ڌريو، جگ پول پڙيو، جن ڪو گم ناهين،
روحل رنگ لاگو جن ڪو، سوئي ڏيکت، ايڪ الک سب ماهين.

ڪبير وانگر روحل ٻه ڪتابي گيان، شاستر وغيره جي الڳ الڳ ويچارن جي مايا ڄار ۾ ڦاسڻ جي بيت ۾ ”ستسنگ“ ۽ ستگروءَ جي ذريعي روزاني زندگيءَ ۾ انيڙ وسيلي گيان جي حاصلات تي گهڻو زور ڏنو آهي. جنهن ۾ سهڪار گڏجي جيوت گذارڻ ۽ مِٺ محبت سان رهڻ جو ٻه پيغام ملي ٿو:

چٽ شاستر ويد پُران پڙهي، هردي ويد پڙهي بِن موک نهين،
جپ تپ ڪري، پُن ڌيان ڌري بِن گيان، مٽي سنسا شوڪ نهين،
لک ويد پُران انيڪ پڙهي، ست سنگ بِنا رنگ لاگي نهين،
روحل عشق ميدان محبت - دي، سُورا سوئي، پيڇي مُڙ ڀاڳي نهين.

(اُد ٻُڌ گرنٿ)

سماجي جيون ۾ سداچار جي نصيحت جو مقصد آهي هڪ انسان کي وهنواري زندگيءَ ۾، ملي ڪري، سيني جي ڀلائي جو خيال رکي، زندگي گذاري،

جيڪڏهن هر ڪو فرد ان موجب هلت ڪري ته پوءِ سماج ۾ ويڙهه وروڌ، دنگي فساد جي جڙئي ناس ٿي وڃي. انهيءَ ڪي ئي لوڪ ڪلياڻ يا صلح ڪُل چيو ويو آهي. سنت روحل فقير جيڪو ٻين کي اُپديش ڏنو آهي، انهيءَ تي سڀ کان اول پاڻ عمل ڪيو آهي. پاڻ مسلمان هوندي به هندو ڌرم جي گرنٿن، شاسترن جو اڀياس ڪري مذهبي ٻنڌڻن کي ٽوڙي ختم ڪري ڇڏيو آهي. ٻئي طرف سنڌي سان گڏوگڏ سڄي ڀارت ديش جي عام فهم هندي ٻوليءَ ۾ واڻي رچي. جدا جدا ٻولين جي وچ ۾ پيدا ٿيل ٽُرشيءَ ۽ فرق کي ختم ڪري ڇڏڻ جي به هدايت ڪئي آهي. ميل ميلاپ مٺ- محبت، سک، پريم واري زندگي گذارڻ ۾ ئي انسانيت جو سچو سنديش سمايل آهي. ان طرف اشارو ڪندي روحل چوي ٿو ته:

ليٽا هووي تو ليجئو ميرا ڀائيڙا، اي هي ليڻُ ڪي بيرا، (مهل)
منش جنم ڦِر هات نه آوي، چوراسي لک ڦيرا.

اهڙيءَ طرح هيءُ منش جيون، اسان کي ميل ملاپ، سهڪاري جيون گذارڻ جو هڪ اعليٰ موقعو ڏئي ٿو. ان ۾ دل کولي هڪ ٻئي سان ملي وٺو. هڪ ٻئي کي جيءَ ۾ جاءِ ڏيو. هن ڌرتيءَ تي جنت آڻيو. اهڙو موقعو خبر نه آهي اسان کي وري ملي يا نه؟ ان ڪري انهيءَ جو پورو فائدو وٺو. سنڌڙيءَ جي ريگستاني علائقي مارن جي ديس ٿر ۾ پيدا ٿيل سنت روحل جو اهو سنديش اڄ جي انسان ذات لاءِ آهي، جيڪو شڪ شبهي، ويڙهه وِروڌ، ڏوئي ۽ نِفاق واري ماحول ۾ زندگي گذاري رهيو آهي.

پڙهي پُرجهيو جن، سي عاقل عقل جا ڏٺي
مُوٺُوٺي محبت ۾، پل پل پرين پسن
تن تسليون تمام ڪيون مُحب جنين جي من
"روحل" متان تن لتا حرف حساب جا

ٻُڌي هٺي پاڻ ۾، پسان جهان پيهي
نڪي خلق نڪي ملڪ نڪي اسين ئي
اسين ڳولهيون جن کي سي پڻ اسين ئي
ٻي وائي سڀ ويئي، "روحل" هونگ پرين جي هڪڙي

# پروفيسر فضل الله انڍهڙ پنو
## عاقل جن جي
# روحل فقير جي هندي/اردو شاعري جو تحقيقي مطالعي مطابق

روحل فقير جي هندي/اردو ٻولي، فن ۽ شاعري جي باري ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکي ٿو ته، ''روحل اور مراد کے اشعار جو ہندی کے بحر و اوزان میں ہندی ہی کے اصناف سخن پر مشتمل ہیں، اردو کے ابتدائی ارتقائی دور یعنی' دور ہندی کا ایک مثالی نمونہ ہیں۔'' (بلوچ، نبی بخش 2012 47) ان اعتبار کان سندس اردو / هندي ڪلام جو مطالعو ڪندي معلوم ٿئي ٿو ته هن جي شاعري جو واسطو فني ۽ فڪري طور تي هندستان جي ڀڳتي شاعري سان لاڳاپيل آهي. سنڌ ۾ هن قسم جي شاعري جو بنياد وجهندڙ به روحل فقير کي مڃيو ويو آهي. ان کان پوءِ سندس سلسلي جي شاعرن ان کي اڳتي وڌايو. روحل فقير جو اهڙو ادبي لاڙو ٿر راجستان، بيڪانير ۽ جوڌپور جي لهه وچڙ سبب ٿيو ۽ هن ويدانتي فڪر واري شاعري جي فن ۽ فڪر جو گهرو مطالعو ڪيو هو. ان ڪري سندس ڪلام جا مضمون، موضوع ۽ صنفون به اهي ئي آهن. روحل فقير هن باب ۾ پهريون روحل فقير جي هندي/اردو شاعري جي صنفن جي فني ڇاڻ ورتي وئي آهي ان کان پوءِ فڪري جائزو ورتو آهي.

## 1. هندي/اردو شاعري جون صنفون

روحل فقير جي هندي/اردو شاعري جون صنفون هي آهن.

دوها مسلسل دوها (ڪيرت)

| | | |
|---|---|---|
| ڇند / ڪنڊليا | ڇند | چؤپائي |
| جُهولڻا شبد/ سبد ريختي/ ريخته ڇند، | سويا ، ڪبت ۽ سہ حرفي | |

### 1.9 ڪافيون

هيٺ هر هڪ صنف جو تعارف، گهاڙيٽو ۽ روحل فقير جي ڪلام مان ان صنف جو مثال وٺي مطالعو ڪيو ويو آهي.

## 1.1 دوهو:

دوهو هندي ڇند جي قديم ۽ اولين صنف سخن آهي. ”یہ عروضی صنف ہے جو ایک شعر کے برابر ہوتی ہے۔ اس کے ہر مصرع میں 24 ماترائیں ہوتی ہیں۔ مصرع کے پہلے جزو میں 13 ماترا اس کے بعد وقفہ اور دوسرے جزو میں 11 ماترا۔ اردو کے لحاظ سے اس کا مثالی وزن یہ ہے۔“

فعلن فعلن فاعلن، فعلن فعلن فاع

عموماً دوہا فرد کی طرح تنہا ہوتا ہے لیکن باز مسلسل دوہوں کی نظمیں بھی مل جاتی ہیں۔ (گيان چند 1989 82 81) روحل فقير جي سنڌي شاعري واري فني مطالعي ۾ دوهي جو فني اڀياس ڪيو ويو آهي ۽ ان مان سنڌي بيت جي اسرڻ جو تعلق به بيان ڪيو ويو آهي. هندي پنگل ۽ ڇند وديا جو به تاريخي مطالعو ڪري چڪا آهيون. روحل فقير جي اردو شاعري ۾ دوهي جي صنف هڪ محبوب صنف طور شامل آهي. روحل فقير جي تقريباً سيني اردو جي ڪتابن ۾ دوها ۽ هڪ ئي مضمون ۾ مسلسل دوها (ڪيرت) به موجود آهن. پر مٿي بيان ڪيل وزن مطابق اهي دوها ڪيتري حد تائين پورا آهن؟ ڇا اهي دوها آهن يا نه. ان باري ۾ ڊاڪٽر گيان چند جو بيان انتهائي اهم آهي. لکي ٿو ته، ”اردو میں بعض اوقات ہندی کے دوسرے اوزان کے اشعار کو دوہا کہا جاتا ہے۔“ (گیانچند 1989 82) اها حقيقت آهي ته دوهي جو هڪ مخصوص وزن آهي هڪ ماترا جي فرق سان اهو دوهو نه ٿو رهي. پر سنڌ ۾ هن سٽن جي شعر کي دوهي يا دوهري سان تعبير ڪيو وڃي ٿو. روحل فقير جي دوهن جو وزن 13-11 اڪثر ڪري ڪونه ٿو بيهي. سندس دوهي جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو.

صفت ڪرو صبحان ڪي، جو آد انت مڌ هوءِ،
سو ايڪو ايڪ اڪنڊ هي، اور نه دوجا ڪوءِ.

(شوق 2001 75)

## 1.2 مسلسل دوها (ڪيرت):

روحل فقير ويدانت جو شارع آهي. سندس مختلف ڪتابن جا مختلف موضوع آهن. سندس ڪتابن ۾ بين صنفن سان سلسليوار دوهن ۾ هڪ

کهاٽي جي شڪل ۾ مختلف نڪتا سمجهايل آهن. سندس من پربود ۾ ڪيترائي مسلسل دوها مختلف ڪيرتن ۾ ڏنل آهن ۽ اهي مسلسل دوهن جو نمونو آهن. ڪيترائي پيڳت انهن کي ڪلام وانگر ڳائيندا آهن. هيٺ سندس مسلسل دوهي جو نمونو ڏجي ٿو.

## 1.3 ڪنبليا ڇند:

ڪنبليا ڇند به هندي شاعري جي ڇند وديا سان تعلق رکي ٿي. روحل فقيرپنهنجي ڪلام ۾ ڪِٿي ان کي ڇند ۽ ڪِٿي ڪنبليا ڇند چيو آهي. ان جي وزن جي باري ۾ ڊاڪٽر گيانچند لکي ٿو ته ”کنڈلیا ہندی کے دو عروضی اصناف دوہے اور رولا کا مجموعہ ہوتی ہے۔ دوہے میں دو مصرعے ہوتے ہیں اور رولا میں چار۔ اس طرح کنڈلیا میں 6 مصرعے ہوتے ہیں۔ دوہے اور رولا دونوں میں 24 ماترائیں ہوتی ہیں۔ لیکن دوہے میں ان کی ترتیب 13-11 ہے جب کہ رولا میں 11-13۔ایک ضروری شرط یہ ہے کہ دوہے کا آخری جز بعینتہ رولا کا پہلا جزو ہو یعنی دوسرے مصرعے کا آخری 11 ماترا والا جزو تیسرے مصرعے کے شروع میں دہرادیا جاتا ہے۔“ (گیانچند 1989 82) جيئن ته هيءَ هڪ هندستاني ادب جي قديم صنف آهي، ان جو احوال ملي ٿو ته ان صنف جا اڳوڻا شاعر به موجوده هندستان جا هئا. هن صنف جو هڪ قديم اردو شاعر حڪيم انور خان انور گواليارِي 1295ھ ڄڏايو وڃي ٿو. روحل فقير جي ڪنبليا ڇند وارو شعر ڇهن مصرعن جو ڪونه آهي پر اهو چئن مصرعن تي مشتمل آهي. ان جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو.

ست گرو انتر کھول کر وکھلایا محبوب، روحل من موہن سوئی جو خوبن میں خوب
جو خوبن میں خوب سوئی اب سہجے پایو سپھل بھیو سب کاج منشا منگل گایو۔

(صوفی تاج محمد 1999 80)

## 1.4 ڇند:

مٿي ڏنل ڪنبليا ڇند ۽ هيٺ ڏنل ڇند جي گهاڙيٽي ۾ ڪو به فرق نظر نه ٿو اچي. ان مان لڳي ٿو ته اها هڪ ئي صنف آهي. ڇند جو نمونو ڏجي ٿو.

درپن مین نہ کچھ پھیر ہے پھیر پڑیو مکھ مانھ جیسا مکھ کر دیکھئے تیسا دکھاوت تانھ
تیسا دکھاوت تانھ جیسا ہے روپ تمہارا برھم بھانویں تو برہم ہیں نہیں تو پھرت نیارا۔

(صوفی تاج محمد 1999 79)

## 1.5 چؤپائي:

هيءَ به هندي شاعري جي هڪ صنف آهي، جيڪا روحل فقير جي اردو ڪلام ۾ موجود آهي. ”یہ ہندی کی ایک بحر ہے جس میں 16 ماترائیں ہوتی ہیں۔ یعنی فعلن چار بار۔۔۔ہندی کی طویل نظمیں عموماً چوپائی کی بحر میں لکھی جاتی ہیں جن میں سب سے مشہور جائسی (ملک محمد جائسی) کی پدماوت اور تلسیداس کی رامائن ہیں۔ اسے ہندی کی مثنوی سمجھیے کیونکہ ہر شعر کے بعد قافیہ بدلتا ہے۔ لازمی تو نہیں لیکن اکثر سات، آٹھ یا نو اشعار کے بعد ٹیپ کے طور پر ایک دوہا آتا ہے جس سے بند کی تقسیم ہوتی ہے۔“ (گیانچند 1989 83) هندي/اردو جي قديم شاعرن ان صنف کي ڪثرت سان استعمال ڪيو آهي. انهن ۾ قاضي محمود دريائي ۽ منشي فيض الله وغيره اهم آهن. روحل فقير جي چوپائي جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو.

میں میں کروں تو تم سے ڈروں توں توں کروں تو بچھڑا مروں
میں توں چھوڑ مواحد تھی ڈے گل بانھ سدارس پی

(صوفی تاج محمد 1999 78)

## 1.6 جُھولڻو:

هيءَ به بنيادي طور هندي شاعري جي صنف آهي. سنڌ ۾ ان کي روحل فقير متعارف ڪرايو آهي. ان کان پوءِ سچل سرمست سنڌي ۾ جهولڻا چيا آهن. پر هندي/اردو جهولڻي جو سٽاءُ مختلف آهي اهي ٻن ۽ چئن مصرعن جا به هوندا آهن. گيانچند مطابق، ”یہ واضع ہو کہ اس کا تعلق جھولے سے نہیں۔“ (گيانچند 1989 86) جڏهن ته ميمڻ عبدالمجيد ان جو تعلق جهولي/ پينگهي سان ڏيکاريو آهي. لکي ٿو ته، ”ڏکڻ هندستان جي ٻولي 'تامل' جي شاعري جي هڪ صنف 'اوشل' جنهن جي معنيٰ آهي 'جهولڻو'. هن صنف جو تعلق تامل ٻوليءَ واري علائقي جي رهڻي ڪهڻي سان آهي. اُتي سڀني ذاتين ۾ رواج آهي ته شادي رات جو نه ٿيندي آهي پر ڏينهن جو ٿيندي آهي. انهيءَ موقعي تي هڪ جهولي جو بندوبست ڪيو ويندو آهي، جنهن ۾ گهوٽ ڪنوار لڏندا آهن. انهيءَ موقعي تي جيڪي گيت ڳايا ويندا آهن انهن کي 'اوشل' چيو ويندو آهي. دکن جي صوفي شاعرن انهيءَ رسم مان فائدو وٺي پنهنجي زماني جي اردو ۾ انهيءَ

قسم جا گيت لکڻ شروع ڪيا ۽ انهن نظمن کي هنن پنهنجي ٻوليءَ جي لحاظ کان ’جهولڻو‘ سڏيو. دکن جو ٻهريون شاعر جنهن جهولڻو چيو شاهه علي جيو گامڌني (وفات 983ھ1565ع) آهي.“ (ميمڻ، عبدالمجيد 2002 70) هن صنف جو موضوع عشق الٰهي رهيو آهي ان ڪري بابا فريد شڪر گنج ۽ ٻين قديم صوفين جي ڪلام ۾ جهولڻو ملي ٿو. هيءَ صنف راجستان ۾ ڪافي مشهور هئي. ماهرن مطابق هن جو نمونو مثنوي جهڙو آهي. اردو جهولڻي جي وزن جي باري ۾ گيانچند لکي ٿو ”اس میں چار مصرعے ہوتے ہیں۔پہلے تین مصرعوں میں دس دس ماترائیں ہوتی ہیں چوتھی مصرع میں سات ماترائیں۔“ (گیانچند 1989 86) روحل فقير جي اردو جهولڻي جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو.

اس دل درونی دے اندر میاں میں عجب کھیل ڈٹھا یار اپنے دا
سب گھٹ گھونگھٹ کر چلے خالی تھاں نہیں کوئی تھاپنی دا
دیکھو حد بے حد کی آرسی ہے بناں حد بے حد جاپنی دا
روحل رنگ لگہ گروگیان دیا سوہنگ سُبدھ ہے راہ جاپنی دا۔

(صوفی تاج محمد 1999 75)

## 1.7 شبد يا سبد:

هن صنف کي روحل فقير جي ڪلام ۾ سبد لکيو ويو آهي. اردو جي صنفن ۾ ان کي شبد چيو ويندو آهي. هي هڪ قسم جو گيت آهي جيڪو ڳايو ويندو آهي. ”شبد: اس لفظ میں ب ساکن ہے اس کے لغوی معنیٰ ’لفظ‘ ہیں۔ ہندی میں اسے صنف کے طور پر سبد کہا گیا۔ یہ گیت ہوتے ہین جن کا موضوع رہسیہ واد (تصوف) یا یوگ اور عشق حقیقی ہوتا ہے۔ یہ گانے کے لیے ہوتے ہیں اور ان کے ساتھ اس راگ کا نام بھی لکھ دیا جاتا ہے جس میں انہیں گانا چاہیے۔ گرنتھ صاحب میں متعدد شبد ہیں۔اردو میں بابا فرید شکر گنج، شیخ عبدالقدوس گنگوہی اور شیخ بہاءالدین برناوی کے شبد ملتے ہیں۔“ (گیانچند 1989 87) روحل فقير جا سبد به مختلف راڳن ۽ گيتن جي قسمن تي مشتمل آهن. مثال طور: روپ بسنت، روپ جوڳ، روپ بلاول، روپ ڪانهڙو، روپ

هوري، روپ منگل، روپ آرتي، روپ ڪلياڻ ۽ روپ سارنگ وغيره. 'ڪنبڙيءَ جو ڪلتار' ڪتاب ۾ 69 سبد موجود آهن. هڪ نمونو هيٺ ڏجي ٿو.

ٽل: آگم پنٿ ڪي گر مهما پاري ڪبهون نہ اُتري پريم خماري.
(1) گياني نہ ڌياني جوڳ نہ ساڌنا سَمجهان ڪِي مت جيت نہ هاري.
(2) ساکي نہ سبد، نہ اوهون سوهون، بيد ڪتيب سڪل سون نياري.
(3) هندو نہ ترڪ جوڳي نہ سنياسي رهنت اڏول نهين بيڪ ڌاري.
(4) انترپامي انتر کوليا ممتا من کي سهجي ماري.
(5) اُن مُون پُرس مليو گهٽ مانهِين وان ڪِي پريت لڳي ات پياري
(6) سُورا هووي، سَنمُک جُوجهي، پيت پرم کي غير وداري
(7) جان ڪَڇُو ناهين، تِنهان ڪُڇ پايا، "روحل" رين گئي دن پايو، ارس پرس مليو مُراري، ستگر ڪِي مين بلهاري. (شوق 2001 91)

## 1.8 ريختہ/ ريختہ ڇند:

روحل فقير جي اردو ڪلام ۾ ريختہ واري صنف بہ ملي ٿي. ان جو هڪ نمونو ٻن مصرعن وارو ريختہ ڇند جي نالي سان بہ روحل فقير جي اردو ڪلام ۾ موجود آهي. ''ریختی کا آغاز لکھنو سے ہوا۔ یہ اردو شاعری کی وہ صنف ہے جس میں عورتوں کے جذبات کو عورتوں کی زبان میں ادا کیا جاتا ہے۔''(محمد اشرف 2017 58) روحل فقير جي ريختي جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو.

سجن تجھ عشق نے مجھ کو کیا مدہوش دوئی سوں  رہیا یک نقش دل اوپر خیال اس یار جانی کا
برہ کی آگ موں ساجن ستی دل کو جگایا ہے  ہوا ہے روز روشن دل تجھے دیدار دلبر کا
دیکھو یہ پریم کی پوتھی، رچی ہے رنگ سوں روحل  پڑھے کو سنت جن پورا جس گھٹ سبدھ گروکا۔

(صوفی، تاج محمد 1999 76)

## 1.9 سَوَيا:

'سويا' صنف بہ روحل فقير جي اردو ڪلام ۾ ملن ٿا. جيڪا اڪثر ڪري چئن مصرعن تي مشتمل آهن ۽ قافيو گهڻو ڪري هر مصرع جي آخر ۾ اچي ٿو. سندس بناوٽ ۽ سٽاء جي لحاظ کان سرائڪي ڏوهيڙي جهڙي آهي.

ڪنبت هي دوهي مثل ماترائن تي ٺهيل نظم آهي ان ۾ ٻہ يا ان کان وڌيڪ بہ سٽون ٿي سگهن ٿيون

## 1.10 سه حرفي:

سه حرفي جي تاريخي روايت جو مطالعو سرائيڪي شاعري واري باب ۾ ڪري آيا آهيون. سنڌ ۾ سنڌي سه حرفي جي روايت ته قديم آهي پر سرائيڪي ۽ اردو سه حرفين جي شروعات ڪنڌڙ سنڌ ۾ سڀ کان پهريون روحل فقير هو. سندس ٻه سرائڪي ۽ هڪ اردو سه حرفي ملي آهي. جيڪي روحاني رمزن سان مالا مال آهن. روحل فقير جي اردو سه حرفي ڪي فني اعتبار کان اڻپوري سه حرفي چئبو ڇو ته ان ۾ 27 شعر آهن. پوري سه حرفي ۾ پورا 30 شعر هوندا آهن. سندس سه حرفي جي اها ٻه انفراديت آهي ته ان جا شعر ٻن مصرعن جا آهن. پر ڪمزوري اها آهي ته ان جا اڪثر شعر بنا قافين جي آهن، جنهن ڪري ترنم جي کوٽ محسوس ٿئي ٿي. نموني طور هڪ شعر هيٺ ڏجي ٿو.

ز -زے زور لاگے ناہیں کوئی، بھئی کِرپا تب درِسیا کوئی
پایا سکھ بھرم سب بھاگا ،اُلٹ چِت چیتن سُوں لاگا ۔
(صوفی تاج محمد 1999 128)

## 1.11 ڪافي:

هيءَ اها صنف آهي جنهن ۾ روحل فقير، سنڌي، سرائڪي ۽ اردو ٽنهي ٻولين ۾ شاعري ڪئي آهي. ڪافي جو تاريخي پسمنظر، سنڌي، سرائڪي، پنجابي ۽ اردو ٻولين سان، سندس لاڳاپو ۽ سنڌ ۾ ان جي اوسر جو مطالعو گذريل بابن ۾ پيش ڪري چڪا آهيون. حوالن مان اهي حقيقتون سامهون آيون آهن ته ان جي ارتقا سنڌ کان ٿي. پهريون پنجابي ۾ ۽ پوءِ سرائڪي ۽ سنڌي ۾ ان جون نشانيون مليون آهن. سنڌ جي اتر ۾ ميان صاحبڏنو فاروقي، روحل فقير ۽ خليل لاشاري ان جا اوائلي شاعر هئا. سنڌ ۾ اردو ڪافي جو بنياد روحل وڌو. محقق نواز علي شوق، ڪتاب 'ڪنبڙيءَ جي ڪلتار' ۾ سندس پنج اردو ڪافيون ڏنيون آهن. سندس اردو ڪافي جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو.

ٿلهه: موهن سُون پريت لڳي هي موري.
(شوق 2001 77) پوري ڪافي صفحي 149 تي ڏنل آهي.)

## 2. هندي/اردو شاعري ۽ شاسترن جو تعارف ۽ فڪر:

## 2.1 شاسترمن پرٻوڌ:

شاستر جي معنيٰ آهي ڪتاب ۽ من مان مراد آهي، ”دل۔ قلب۔ ذہن۔ عقل ۔روح۔ رغبت۔ میلان۔ ارادہ۔ نفس۔ روح انسانی۔ خیال۔ باطن۔ ایک جوہر لطیف کا نام۔“ (راؤ اصغر 1993 410) پرٻوڌ معنيٰ ”بیداری، خبرداری، ہوشیاری، عقل، سمجھ، قوت تمیز، آگاہی، ثبوت، دلیل، اثبات، اطمینان، علم، تعلیم اور نیند سے ہوشیار ہونا۔“ (راؤ، اصغر 1993 156) اصطلاحي معنيٰ آهي من (نفس) کي بيدار ڪرڻ ۽ وس ۾ رکڻ آهي.

جو ڪو من پرٻوڌ ڪون، پڙهي سڻي اچي ريت،
من چت ڪا جهگڙا مٽي، من آوي پرتيت.

(مونواڻي 1961 63)

من پرٻوڌ جي شروع ۾ مرشد يا ست گرو جي عنايت، مهرباني، رهبري ۾ هڪ سالڪ جو سفر شروع ٿئي ٿو ۽ من کي مات ڪرڻ لاءِ تڪبر جي قلعي کي فتح ڪرڻ سان تشبيهه ڏئي ٿو. فرمائي ٿو تہ مرشد جي قدمن ۾ ويهي معرفت حاصل ڪري سگهجي ٿي ۽ ان جي نظر ڪرم سان غرور ۽ تڪبر جو قلعو فتح ڪري سگهجي ٿو. غرور هڪ اهڙي انساني جبلت آهي جنهن کي اسلام توڙي هندو مت ٻنهي ۾ ننديو ويو آهي. تصوف جي صاحبن بہ غرور کي ختم ڪرڻ، منزل جو اولين ڏاڪو ٻڌايو آهي.

مئن مئن ڪرون تہ تجهہ سي درون
جي تون تون ڪرون تہ وبڇڙيا مرون
مئہ ڪون چوڙ مواحد تي، ڏي ڳل ٻانهن سدا رس پي
”روحل“ روح الله وچ پايا، اپڻا سودا آپ بڻايا
انڌي لکيا گونگي پڙهيا، پنگلا ڏوڙ سِکر تي چڙهيا
سڻ در دوندان دي ايهي چالي سمجهي ڪوئي مست موالي

جي صحيح سچاڻين سچ، مُڙج ڪيم ملامت ڪئون
ڳهتري پنهنجي گهٽ ۾ پرواني جان پچ
ماري ڪڍج من مان ڪوڙائي جو ڪچ
رنگ پريان جي رچ رات ڏينهان ”روحل“ چئي

# روحل جو ڪلام

## سال 1961ع از ڊاڪٽر رگهومل

ڪنبڙي جي صوفي سنتن جي ٻاڻي بابت سڀ کان پهرين "روحل جو ڪلام" جي عنوان سان هي ڪتاب، سال 1961ع ۾ بامبي مان ڇپرائي پڌرو ڪرڻ مهل، ڊاڪٽر رگهومل مونواڻي روحل جي ٻاڻي کي قول ارپڻ ڪندي پاڻ چيو هيو ته، "مان پاڻ کي ڀاڳوان ٿو سمجهان جو ڪنبڙيءَ جي ڪامل، سائينءَ روحل جي واڻيءَ تي، شرڌا جي پُشپن چاڙهڻ جو وجهه مليو اٿم." هن هاڪاري برهم گيانيءَ جو شعر، اهڙن سنن، سهڻن، سَرل ۽ صاف شبدن ۾ رچيل آهي، جو ٽيڪا ڏيڻ جي ضرورت ڪانه سمجهي اٿم، ۽ فقط عام رواج ۾ نه آيل سُخنن جي ۽ ڪِن سنن جي معنيٰ ڏني اٿم. هن ڪتاب ۾ من پربوڌ، اَڌ ٻڌ گرنٿ، سي حرفي ۽ ڪي سنڌي، پنجابي بيت آيل آهن. من پربوڌ ۾ چِت ۽ من جي وچ ۾ جهڳڙي بابت احوال آيل آهي. چِت پنهنجي ماتا ٻُڌيءَ کان صلاح ٿو وٺي، جا هن کي چيتن ساکيءَ سان ملائي ٿي، ساکي هن کي يوگ چڪرن وارو رستو سمجهائي ٿو، جنهن جي اوٽ وٺي هو، من کي مات ڪري ٿو ۽ پرماتما کي پائي ٿو. يوگ جي چڪرن جو هن جهڙو عمدو ۽ صحت بخش احوال، مون اڳي ڪٿي به ڪونه پڙهيو آهي. ست چڪر، انهن جا ديوتائون ۽ جايون هيٺ ڏجن ٿيون. مون مٿيان چڪر شرير جي بناوت ۾، پٺيءَ جي ڪنڊي اڳيان، سُوکيم تنتن جي ڦيٿن وانگر ڏنا آهن.

(1) **مول آڌار** - هن چڪر جو ديوتا گڻيش آهي ان جي جاءِ گُديا جي اڳيان آهي، يوگي، هٿِ ڳُڙي رکي آسن پڪو ڪري ٿو جنهن ڪري هن ۾ سنيهه وڌي ٿو.

(2) **سئُواڌشٽان** - هن چڪر جو ديوتا برهما آهي ۽ انجي جاءِ لنگ جي مٿان آهي. يوگي هت ٻي ڳُڙي رکي ڪام کي هٽائي ٿو. برهما کان پوترتا جو ور گهري ٿو ۽ ڪام ڦري پريم ٿئي ٿو.

(3) **مڻي پورڪ** - هتي جو ديوتا وشنو آهي ۽ جاءِ ڌُن جي پٺيان اٿس. هتان سواس شروع ٿين ٿا ۽ جاپ جي شبد کي، مٿي چاڙهين ٿا ۽ وشنو جڳياسُوءَ، کي سنتوش بخشي ٿو.

(4) **اناهت** - هن چڪر جو ديوتا شِو مهراج ۽ جاءِ دل جو ديس آهي. شو مهراج شِش کي سمجهائي ٿو ته هڪ شڪتا ڏس جنهن مان سڀ شڪتيون نڪرن ٿيون. ايياسي سانده ڌيان ڪرڻ سان اناهت شبد ٻڌيئو جي اول وڏا ۽ زوردار ٿين ٿا ۽ آهستي آهستي

